# دوستي



بقلم

صاحبزادہ

## محمد ڪرم الله

الاهي قادري نقشبندي

المعروف (دلبر سائين) مدظله العالي

سجاده نشين درگاهہ فضل آباد شريف ماتلي

الحمد الله رب العالمين، و العاقبة للمتقين، والصلات و السلام علي سيد النبياءِ و المرسلين، و عليٰ آله و صحبه و التعابعين، رحمة الله علي من جلس مع المتقين الصالحين

اما بعد: اعوذ بالله من الشيطان الرجيم*

بسم الله الرحمان الرحيم

وَ يَوْمَ يَعَضُّ الظَّالِمُ عَلٰي يَدَ يْهِ يَقُوْلُ يَا لَيْتَنِي اتَّخَذْتُ مَعَ الرَّسُوْلِ سَبِيْلاً* يَا وَيْلَتٰي لَيْتَنِيْ لَمْ اَتَّخِذْ فُلَانًا خَلِيلاً* لَقَدْ اَضَلَّنِي عَنِ الذِّكْرِ بَعْدَ اِذْ جَآءَنِيْ وَ كَانَ الشَّيْطَانُ لِلْاِنْسَانِ خَذُوْلاً. (الفرقان: 27.28.29)

صَلَّيَ اللّٰهُ عَلَي النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَ عَلٰيٓ اٰلِهٖ وَ صَلَّيَ اللّٰهُ عَلَيْهِ وَ سَلَّمَ صَلٰوٰةً وَّسَلَامًا عَلَيْكَ يَا سَيِّدِيْ نَا يَا رَسُوْلَ اللّٰهِ

**پيارا ڀائرو:** انسان جي طبيعت مٿان سنگت ۽ صحبت. ماحول ۽ ماڻهن جو وڏو اثر ٿئي ٿو. سنگت انسان کي نيڪ بنائي ٿي ۽ سنگت ئي برو بنائي ٿي. سنگت بي قيمت شيءِ کي قيمتي بنائي ٿي، سنگت قيمتي شيءِ کي بہ بيڪار بنائي ڇڏي ٿي. ڪٽڪ جي سنگت ۾ مِٽي جا ڀِتَر اچن ٿا تہ انهن جو مُلهہ بہ ڪٽڪ وانگر قيمتي ٿي پوي ٿو. گلن سان ڪيڙو گڏ جي پوي ٿو تہ اهو بہ بادشاهن جي تاج تائين پهچي وڃي ٿو. ڪيڙو قرآن جي چولي ٿئي ٿو تہ اهو بہ عزت وارو ٿي پوي ٿو.

باهہ ۾ جڏهن لوهہ پوي ٿو تہ اهو لوهہ بہ باهہ وانگر ڳاڙهو ٿي پوي ٿو. باهہ جي سنگت لوهہ جو رنگ بدلائي ڇڏي

ٿي. اهو ڪارو لوهه چمڪڻ لڳي ٿو. جيڪو ڪم باهه ڪري ٿي اهو ساڙڻ وارو ڪم لوهه به ڪري ٿو. وري لوهه جڏهن باهه جي سنگت ڪان پري ٿئي ٿو ته ان جو منهن ڪارو ٿي پوي ٿو. ان جي تپش گرمي سڀ ختم ٿي وڃي ٿي. اهو سڀ سنگت جو اثر آهي.

ماڻهو جو ملهه، قدر، قيمت، شان ۽ شوڪت سڀ سنگت سبب آهي. مٽي جو ڳوهيل پنوڙو جهڙي قارب ۾ وجهبو اهڙي سِرَ تيار ٿيندي. اگر اهو فوٽ جي قارب ۾ وجهبو ته فوٽ جي سر ٺهندي. اگر گلن و اري قارب ۾ داخل ڪبو ته ان مان گلن چٽن واري سهڻي سر ٺهي پوندي. ماڻهو به هڪ مٽيءَ جو پنوڙو آهي سنگت قارب آهي. جهڙي سنگت ملندي اهڙو رنگ ڍنگ نصيب ٿيندو.

دنيا ۾ هرڪو ماڻهو ياري رکي ٿو ڪنهن جي ياري ڪنهن سان ڪنهن جي ڪنهن سان. ياري رکجي، ضرور رکجي پر ڪنهن سان؟ ياري رکڻ جو حقدار ڪير آهي؟ آءُ ان جي باري ۾ اوهان کي ڪجهه ٻڌائڻ چاهيان ٿو ته ياري رکڻ جو حقدار ڪير آهي؟ ڇو ته هر ڪا ياري ياري نه هوندي آهي ڪا ياري خواري هوندي آهي.

صَلَّي اللهُ عَلَيَ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَ عَلَيَ اٰلِهٖ وَ صَلَّيَ اللهُ عَلَيْهِ وَ سَلَّمَ

صَلٰوةً وَّسَلَامًا عَلَيْكَ يَا سَيِّدِنَا يَا رَسُوْلَ اللهِ

الله جي پاڪ ڪلام مان جيڪي آيتون مون تلاوت ڪيون آهن. انهن ۾ رب ڪريم جل جلاله سنگت جي اثر جو بيان فرمايو آهي. ان آيت جو شان نزول بيان ڪندي سيدنا

عبدالله بن عباس رضي الله عنہ فرمايو تہ: مڪي جي شهر ۾ ٻہ گهاٽا يار رهندا هئا.

هڪ جو نالو عُقُبَہُ بِنْ اَبِي مُعِيطْ هيو ۽ ٻئي جو نالو اُبَيِّ بِنْ خَلَفُ يا اُمَيَّہُ بِنْ خَلَفُ هيو. هڪ ڏينهن عقبہ مڪي جي سردارن قريشن جي اشرافن جي دعوت ڪئي. ان دعوت ۾ سهڻي حبيب ڪريم مدني تاجدار ﷺ کي بہ سڏيائين. جڏهن سهڻا حبيب اتي پهتا تہ پاڻ عقبہ کي فرمايائون اهو الله جي توحيد تي ايمان آڻي. وَحدَہَ لاَ شريڪ لہ مڃي تہ پوءِ پاڻ طعام کائيندا. محبوب جي مٺي نصيحت ان مٿان اثر ڪيو. فوراً ڪلمو پڙهيائين ۽ مسلمان ٿيو. پوءِ پاڻ ڪريم ﷺ ان جي دعوت کاڌي. پوءِ جڏهن پاڻ واپس موٽيا تہ عقبہ جو دوست ابي بن خلف آيو. چيائين تہ ڇا تون صابي (بي دين) ٿي ويو آهين؟؟؟ ڇا تو پنهنجو اباڻو دين ڌرم مٽائي ڇڏيو آهي؟ ان ڪميڻي جي ڳالهين عقبہ تي اثر ڪيو. چيائين مون تہ هن لاءِ ڪلمو پڙهيو جو مون کي حياءُ پيو اچي تہ محمد ﷺ منهنجي اڳڻ تان بنا کائڻ جي ڪيئن موٽي؟ عقبہ چيس تہ مان توسان تيسين راضي نہ ٿيندس. اسان جي ياري نہ ٽهندي جيسين تون محمد ﷺ کي گاريون نہ ڏيندين. بري يار جي بري گفتار ۽ شيطاني ڪردار ان مٿان اثر ڪيو. اهو اٿيو ۽ سهڻي سردار ﷺ جي پويان ويو. محبوبن ڪريمن کي گهڻ وڌ ڳالهايائين. پياري پنهل قربائتي ڪريم ﷺ ان کي ڪو بہ جواب نہ ڏنو پر دير نہ گذري جو قرآني آيت نازل ٿي، رب پاڪ فرمايو تہ.

يَوْمَ يَعَضُّ الظَّالِمُ عَلىٰ يَدَيْهِ يَقُوْلُ

قيامت واري ڏينهن اهو ظالم (عقبہ بن ابي معيط) پنهنجي اڱرين کي (ڪاوڙ منجهان) چڪ هڻي چوندو. .

يَا لَيْتَنِي اتَّخَذْتُ مَعَ الرَّسُوْلِ سَبِيْلًا

هاءِ افسوس جو مان رسول ﷺ جي راهہ هلان ها!!

يَا وَيْلَتىٰ لَيْتَنِي لَمْ اَتَّخِذْ فُلَانًا خَلِيْلًا

هاءِ افسوس جو مان فلاڻي (ابي بن خلف) کي دوست نہ بنايان ها!

لَقَدْ اَضَلَّنِي عَنِ الذِّكْرِ بَعْدَ اِذْ جَآءَنِي

جنهن مون کي نصيحت کان گمراهہ ڪيو جڏهن مون وٽ آئي.

يعني هاءِ افسوس ان بري يار سان ياري نہ رکان ها جنهن مون کي نصيحت کان روڪيو. ذڪر کان روڪيو چڱائي کان روڪيو.

وَكَانَ الشَّيْطَانُ لِلْاِنْسَانِ خَذُوْلًا

۽ شيطان تہ انسان کي هلاڪت ۾ پهچائيندڙ آهي.

هن آيت ۾ بري ماڻهو سان ياري رکڻ واري کي الله ڪريم ظالم سڏيو آهي. بيشڪ اهو ماڻهو جيڪو برن سان ياري رکي ٿو سو واقعي ظالم آهي.

هن آيت جي تحت تفسير خازن لکي ٿو تہ: هن آيت ۾ اصل بيان تہ عقبہ ۽ ابي جو آهي، عقبہ ڪلمو پڙهي ايمان آڻي وري بري يار جي گشن ۽ ڏنن تي نيڪي ۽ نصيحت واري رسول عربي ﷺ جي راهہ ڇڏي ڏني. پر هن آيت جو حڪم عام آهي. انهن سڀني يارن لاءِ آهي جيڪي هڪ ٻئي

ڪي نيڪي کان روڪن ٿا. اڄ يار آهن سياڻي اغيار ٿي پون ٿا. اڄ دوست آهن سڀاڻي دشمن ٿي پون ٿا. انهن جو حال هن آيت ۾ بيان ٿيو آهي ته ان بري ياري سبب آخرت ۾ انهن جو ڇا حال هوندو؟

عَضّ: مانِ مراد هي آهي ته اهي پنهنجي هٿن جي جوڙن ۽ آڱرين کي کائي ويندا.

حضرت عطاءَ فرمايو ته:

يَاكُلُ الظَّالِم يَدَيْهِ حَتّيٰ يَاكُلُ مِرْفَقَيهِ ثُمَّ يُنبِتَانِ ثُمَّ يَاكُلُهُمَا.

ظالم پنهنجي هٿن کي کائي ويندو. تانجو نونيون به رڙ ڪي ويندو. وري ڄمندس وري کائي ويندو. وري ڄمندس وري کائي ويندو. الله شال هر مسلمان کي پناهه ۾ رکي.

صَلَّيَ اللهُ عَلَيَ النَّبِيِّ الاُمِّيِّ وَعَلَيٰٓ اٰلِهٖ وَصَلَّيَ اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ
صَلٰوٰةً وَّسَلَامًا عَلَيْكَ يَاسَيِّدِنَا يَارَسُوْلَ اللهِ

سنن ابو دائود ۽ ترمذي ۾ حضرت سيدنا ابو هريره کان روايت آهي ته اسان جي سهڻي حبيب ڪريم ﷺ فرمايو ته:

اَلْمَرْءُ عَلٰي دِيْنِ خَلِيْلِهٖ فَلْيَنْظُرْ اَحَدُكُمْ اِلٰي مَنْ يُّخَالِل

ماڻهو پنهنجي دوست جي دين تي هلندو آهي. پوءِ توهان مان هر ڪو نهاري ته اهو ڪنهن کي ٿو دوست بنائي؟؟

سائين ڪريم ﷺ صلاح ٿا ڏين ته ڪنهن کي يار بنائڻ کان اڳ ۾ سوچيو جاچيو پر ڪيو ته اهو ڪهڙي قسم جو ماڻهو آهي؟ ڇو ته ماڻهو پنهنجي يارن جو طور طريقو اختيار ڪندو آهي. ياري سٺي هوندي ته توهان به سٺا ٿي پوندئو. اگر اوهان مٺا آهيو پر ياري سٺي هوندي ته اوهان سٺا ٿي پوندئو.

پر اگر اوهان ڪيترا ٻه ستا هجو پر جي ياري برن سان هوندي ته اهي يار اوهان کي به برائي جي راهه تي وٺي ويندا.

هڪ شخص ڪعبي جو طواف ڪري پيو ۽ هر وڪ تي دعا پيو گهري ته يا الله منهنجي سنگت کي صالح ڪر. ڪنهن چيس:

ته ڪا پنهنجي لاءِ به دعا گُهُر. چيائين: اگر منهنجا دوست سڌري پيا ته مان خود بخود سڌري پوندس. اگر دوست سڌريل نه هوندا ته منهنجو سڌرڻ مشڪل آهي.

ماڻهو جي سڃاڻ ان جي سنگت مان ٿيندي آهي. ڪنهن چيو آهي.

عن المرءِ لا تسئل و سل عن قرينه

فكل قرين بالمقارن يقتدي

ماڻهو جي باري ۾ نه پڇ ته ڪيئن آهي؟ ائين پڇ ان جي سنگت ڪنهن سان آهي؟ ڇو ته هر ڪو پنهنجي سنگت جي پيروي ڪندو آهي. ڀلو يار ڀلي راه هلائيندو برو يار جي بي حيائي جو ڏڳ وٺائيندو.

يار بد بدتر بود از مار بد

برو يار ڪاريهر نانگ کان به برو آهي.

برو دسوت مٺي زبان سان ميٺ ميٺاج ۾ گمراهي جي راهه ڏانهن ڌڪي ويندو. چڙهه جا بيٺا سولي پر الله ڀلي ڪريگا.

سنن ابو دائود ۾ حديث آهي اسان جي سهڻي سردار مدني تاجدار ﷺ فرمايو ته صالح ماڻهو جي سنگت ج ومثال ائين آهي جيئن عطر وارو. اگر ڪجهه خريد نه ڪندين ته به

ڪجھ نہ ڪجھ سرهاڻ ضرور حاصل ڪندين ۽ بري يار جي سنگت لوهار وانگر آهي. اگر ان جي ڪاراڻ توکي نہ لڳندي تہ بہ ڪجھ نہ ڪجھ دونهون ضرور لڳندو. (انتهيٰ)

حديث جي ان ساڳي ڪتاب سنن ابوداﺋود ۾ حضرت ابو سعيد خدري  کان روايت آهي. اسانجي رهبر اسانجي مرشد مديني واري مير ﷺ فرمايو:

لَا تُصَاحِبْ اِلَّا مُؤْمِنًا وَّلَا يَاكُلْ طعامك اِلَّا تَقِيٌّ

مؤمن کان سواءِ ٻين سان سنگت نہ رک تنهنجو طعام پرهيزگارن کان سواءِ ٻيو ڪير نہ کائي.

سرڪار مدينہ ﷺ صلاح تا ڏين تہ ياري رکو تہ مؤمنن سان، نيڪوڪارن سان صالح سدورن سان. جن جي ياري ۾ نفعو ئي نفعو هوندو آهي، پر اگر نفعو نہ مليو تہ گهٽ ۾ گهٽ نقصان تہ نہ ٿيندو. پر بروِيار چوندو:

ھم تو ڈوبے ہیں تمھیں بھی لے ڈوبیں گے صنم

نقل آهي تہ: چون ٿا هڪ ڪوئي ۽ ڏيڏر پاڻ ۾ ياري رکي. ڏيڏر چيو تہ مان پاڻيءَ ۾ رهان تون خشڪيءَ تي، اسان جي ملاقات ڪيئن ٿئي؟ ڪوئي چيو ان جو بندوبست مان ٿو ڪيان. ڪنهن گهر مان سٽ جي آٽي آٽيان ٿو اها هڪ ڇيڙو تون پنهنجي پير ۾ ٻڌ ٻيو مان ٻڌان. پوءِ جنهن کي ملاقات جو شوق ٿئي اهو ڏور کي ڇڪي. ان طرح سان ملاقات ٿي ويندي. پوءِ ائين ڪيائون. هڪ ڏينهن ڪوئو ٻاهر نڪتو ان کي سِرڻ جَهارو ڏئي کنيو. تہ پويان ڏيڏر بہ لڙڪندو ويو. ڪنهن چيو تہ اي ڏيڏر تون ڪيئن ڦاٿين؟ چيائين نادان ڪوئي جي سنگت

مون کي تنگائي چڙهيو آهي. اهو نادانن جي سنگت جو صلو آهي.

پيارا ڀائرو! مسلمانو!! اچو تہ وري بہ ان سهڻي حبيب ڪريم ﷺ کان پڇون تہ اسان ياري رکون تہ ڪنهن سان رکون؟ دوستي رکڻ جو حقدار ڪير آهي؟

طبراني ۾ حضرت عبدالله بن عباس کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ کان پڇيو ويو تہ: يا رسول الله سڀ کان ڀلو ماڻهو ڪير آهي جنهن سان مجلس ڪئي وڃي؟ (يعني سڀ کان ڀلو ماڻهو جنهن سان ياري رکي وڃي. رهاڻ ڪئي وڃي سو ڪير آهي؟) حضرت حبيب ڪريم ﷺ فرمايو تہ:

من ذكركم الله رؤيته: جنهن جو ديدار اوهان کي الله ياد ڏياري.

وزاد كم في علمكم منطقه: جنهن جي گفتار اوهان جي علم ۾ اضافو ڪري.

وذكركم بالآخرة عمله: جنهن جو عمل اوهان کي آخرت ياد ڏياري (انتهى)

ٻڌو! سهڻا سردار مدني تاجدار ﷺ فرمائن تہ: ڀلي يار ۾ ڪهڙيون وصفون هجڻ گهرجن. انهن جي نشاندهي پاڻ پنهنجي مٺي زبان سان فرمائي اٿن. يار اهو بڻايو جنهن جو ديدار اوهان کي الله ياد ڏياري ۽ اهو عالم هجي ۽ علم تي عمل ڪندڙ هجي.

پيارا دوستو! اهي وصفون الله وارن ۾ ئي ملي سگهن ٿيون. الله وارن جو ديدار ئي الله جو ذڪر ياد ڏياري ٿو. الله وارن جي

گفتار ۾ انهن جي محفل ۾ ويهڻ سان ئي علم ۾ عمل ۾ اضافو ٿئي ٿو. انهن جي سنگت ئي دل جي دوا آهي.

ڪياب سَمِرُ المُؤمِنين ۾ آهي: حضرت ابراهيم خواص رحمت الله عليہ فرمايو پنج شيون دل جي دوا آهن.

1. غور فڪر سان قرآن جي تلاوت ڪرڻ.
2. ماني گهٽ کائڻ.
3. رات جو قيام ڪرڻ.
4. سحر جي وقت الله اڳيان آزي نيازي ڪرڻ.
5. صالحن جي سنگت ۾ ويهڻ.

اگر الله وارن جي سنگت ملي وڃي تہ ڀاڳ ۾ بخت جي علامت آهي. پر اگر اها ياري نہ ملي تہ پوءِ برن يارن جي سنگت ۾ ويهڻ جي بجاءِ اڪيلو ويهڻ ڀلو آهي.

بيهقي ۾ روايت آهي. حضرت عِمران بِن حَطّانُ رضي الله عنہ چيو تہ مان اصحابي سڳوري حضرت ابو ذر غفاري سان ملڻ ويس. پاڻ ڪاري رنگ جي چادر ويڙهيو. اڪيلا مسجد جي ڪنڊ ۾ ويٺا هئا. مون عرض ڪيو تہ اي اوذر! هي ڪهڙي اڪيلائي آهي؟ فرمايائين تہ مون پنهنجي محبوب ڪريم ﷺ کان ٻڌو هيو پاڻ فرمايائو تہ:

الوحدت خيرمن جليس السوء و الجليس الصالح من الوحدة

بري صحبت کان اڪيلائي ڀلي آهي ۽ نيڪ سنگت اڪيلائي کان ڀلي آهي. چڱائي سيکارڻ چپ رهڻ کان ڀلي آهي ۽ برائي سيکارڻ کان ماٺ رهڻ ڀلو آهي.

بيهقي جي هڪ روايت ۾ آهي رسول الله ﷺ فرمايو ته: خاموش رهڻ سان جيڪو مقام ملي ٿو سو سٺ سالن جي عبادت کا پلو آهي.

صَلَّي اللهُ عَلَيَ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَعَلَيٰٓ اٰلِهٖ وَصَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ
صَلٰوةً وَّسَلَامًا عَلَيْكَ يَا سَيِّدِنَا يَا رَسُوْلَ اللهِ

**پيارا پائرو!** هڪڙا وري اجو کا يار آهن، جن ۾ زباني ياري آهي پر وفاداري نه آهي. ياري آهي پر غمخواري نه آهي.

ڪو درد پائي ڏک جو ساٿي نه آهي. ظاهر ۾ ملن ٿا ته وڏا پاڪر پائي ملن ٿا. پر پٺ وري گلائون ڪن ٿا. حقيقي دوست ڪير آهي؟

ڪتاب سمير مئومنين ۾ آهي ته ٻه ڄڻا پاڻ ۾ دوست هئا. هڪ دوست ٻئي وٽ آيو چيائين ته مون تي چار سو درهم قرض آهي. ڏاڍو پريشان آهيان منهنجي مدد ڪر. هو ويو گهر مان چار سو درهم آڻي ڏنائينس. هو هليو وي پر هي دوست روئڻ ويٺو. زال چيس ته اگر چار سو درهم ايترا پيارا هُيَئِي ته نه ڏينس ها! هاڻي روئڻ مان ڇا حاصل؟؟ چيائين ته پيسن لاءِ نه ٿو روئان پر روئان هن لاءِ ٿو جو مون پاڻ دوست جي خبر گيري ڇو نه ڪئي؟ مان پاڻ هلي وڃي ان جي مدد ڪيان اها ان کي مون وٽ نه اچڻو پوي ها. حقيقي دوست اهو ئي آهي جيڪو ڏک پائي هجي.

دوست آن دانم ڪه گير دست دوست، در پريشان حالي و درماندگي،

دوست مشمارانڪه در نعمت زند، لاف ياري و برادر خواندگي،

دوست اهو آهي جيڪو ڏک غم ۾ دوست جي دستگيري ڪري، اهو دوست نہ آهي جو سک ۾ تہ ياري جو دم هڻي پر ڏک ۾ ساٿ ڇڏي وڃي.

## غزل

رهہ نہ دم ڏٽيءَ کان تون ڏار ادا ـ منجهہ ذڪر الاهي گذار ادا

1. رهي محبت ناهي عزيزن ۾، سڀني سؤٽن چاچن قريبن ۾
سڄڻ دوست پيارن رفيقن ۾ آهي مطلب جو هر ڪو يار ادا

2. پيءُ پٽ پيارا مادر سيپ، سؤٽ سالا خواهہ برادر سيپ
ڪندئي ڪانہ وفا ڳالهہ ظاهر سيپ، پڇي توکان ٿيندا سيپ بيزار ادا.

صَلَّي اللهُ عَلَي النَّبِيِّ الاُمِّيِّ وَعَلَيٰ آلِهٖ وَصَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ
صَلٰوۃً وَّسَلَامًا عَلَيْکَ يَا سَيِّدِنَا يَا رَسُوْلَ اللهِ

چون ٿا تہ حضرت عبدالله بن عامر، خالد بن عُقبہ کان انجو گهر نوي هزارن ۾ خريد ڪيو. اهي پاڻ ۾ پاڙيسري ۽ دوست هئا. جڏهن رات ٿي تہ عبدالله بن عامر پاڙي مان روئڻ جو آواز ٻڌو. زال کي چيائين تہ هي ڇا جو روئڻ آهي؟ زال چيو تہ جن کان تو گهر خريد ڪيو آهي اهي پنهنجي گهر لاءِ روئندا هوندا. اگر ڪا مجبوري نہ هجين ها تہ گهر نہ وڪڻن ها. پاڻ غلام کي چيائون تہ وڃي خالد جي گهر چئي اچ تہ هي نوي هزار بہ اوهان کي ڏنم گهر بہ اوهان جي حوالي ڪيم. هي آهي دوستن سان دوستي ملهائڻ.

حضرت عبدالله بن جعفر اَجْوَدُ الْعَرَب سڏبا هئا. پاڻ ساري عرب ۾ وڏيڪ سخي ۽ جواد هئا. سندن سخاوت مثالي هئي. هڪ ڏينهن پاڻ هڪ باغ کان لنگهيا تہ هڪ نہ ڪر باغ

۾ ڪجور گڏ ڪري رهيو هيو. ان لاءِ سندس مالڪ جو پٽ ماني کڻي آيو. هڪ ڪتو آيو. نماڻين اکين سان نهارڻ لڳو. ان نوڪر اهي ٻئي مانيون ان ڪتي کي کارائي ڇڏيون. حضرت عبدالله بن جعفر چيس ته ماني ڪتي کي ڇو ڏنئي؟ چيائين اسان جي هن شهر ۾ ڪتا نه آهن. هي ڪتو ڪٿان ٻاهر کان آيل پيو لڳو. هن جي نهارڻ منجهان مون سمجهيو ته بکارو آهي. ان ڪري پنهنجي ماني ان کي کارائي ڇڏيم. پاڻ فرمايائون ته پوءِ تون ڪيئن گذارو ڪندين؟ چيائين مان اڄ پاڻي تي وقت گذاري ويندس. نوڪر جو اهو جواب ٻڌي حضرت عبدالله بن جعفر جي اکين ۾ لڙڪ تري آيا. فرمايائون ته ماڻهو مون کي ملامت ڪندا آهن ته مان حد کان وڏيڪ سخاوت ٿو ڪيان. مون کا وڏيڪ سخي ته هي نوڪر آهي جنهن پنهنجو قُوت به هڪ بکاري ڪتي کي کارائي ڇڏيو. پاڻ ان نوڪر جي مالڪ وٽ ويا. ان کي فرمايائون ته اهو نوڪر ۽ اهو باغ مان خريد ڪرڻ چاهيان ٿو. ان سبب پڇيو پاڻ ان کي نوڪر ۽ ڪُتي جو سارو واقعو ٻڌايائون فرمايائون ته مان ان غلام کي آزاد ڪري اهو باغ ان جي حوالي ڪرڻ چاهيان ٿو. مالڪ چيو ته تو ان کان اڄ اهو هڪ واقعو ڏٺو آهي. اسان روز ان نوڪر کان اهڙيون عجيب ڳالهيون ڏسندا آهيون. هاڻي مون الله واسطي ان کي غلامي مان آزاد ڪيو ۽ اهو باغ ان کي خدا ڪارڻ خيرات ۾ ڏنم.

سبحان الله: الله جي ٻانهن ڪتن ۽ جانورن مٿان اهڙو رحم ڪيو جو اڄ ڪلهه جا يار پنهنجي يارن مٿان به اهڙي مِهر نه ٿا ڪن.

بزرگن فرمايو آهي ته:

دلا يارا سہ قسم اندر جهاني - زباني اند ناني اند جاني

اي دل دنيا ۾ يار ٽن قسمن جا آهن. هڪڙا زباني ٻيا ماني کائڻ وارا ٽيان دل جان سان محبت رکڻ وارا.

زبان سان ياري جي دعويٰ ڪرڻ وارا گهڻا. لوڀي مطلبي يار گهڻا، پر جاني يار تمام ٿورا هوندا آهن. هڪڙا اهڙا جاني يار هوندا آهن. جن جي سنگت صرف دنيا ۾ نفعو ڏيندي آهي. پر هڪڙا اهڙا جاني يار هوندا آهن جن جي سنگت دنيا توڙي آخرت ۾ نفعو ڏيندي آهي. اهي ڪهڙا يار آهن؟ الله جي قرآن پاڪ نشاندهي فرمائي آهي تہ:

اَلْاَخِلَّآءُ يَوْمَئِذٍ بَعْضُهُمْ لِبَعْضٍ عَدُوٌّ اِلَّا الْمُتَّقِيْنَ (زخرف: 67)

روز محشر دوست هڪٻئي جا دشمن ٿي ويندا سواءِ پرهيز گارن جي.

پرهيز گارن الله وارن جي سنگت ۽ ياري کان سواءِ سڀ يار بيزار ٿي ويندا. دوست پنهنجي دوستن خلاف شاهديون ڏيندا. گناهن تي اپارڻ ۽ عمل ڪرائڻ جون شاهديون ڏيندا. جڏهن تہ پرهيزگار ٻانها شاهديون ڏئي پنهنجي دوستن کي جنت ڏانهن وٺي ويندا.

دنيا جي هر سنگت جيڪا غير الله لاءِ هجي سا قيامت واري ڏينهن دشمني ۾ بدلجي ويندي پر اهر اها سنگت جيڪا الله جي رضا لاءِ هجي سا قيامت ۾ بہ قائم هوندي.

تفسير بغوي جلد 1 صفحي 221 ۾ آهي. ان آيت پاڪ جو تفسير بيان ڪندي حضرت علي شيرِ خدا حيدر ڪرار فرمايو تہ: ٻہ مؤمن دوست آهن ٻہ ڪافر دوست آهن. مؤمنن مان هڪڙو مري ٿو تہ ان کي جنت جي بشارت ڏني،

وجي ٿي اهو چوي ٿو تہ يا الله منهنجو فلاڻو دوست آهي. جيڪو مون کي تنهنجي فرمانبرداري ۽ تنهنجي رسول جي فرمانبرداري جو امر ڪندو هيو. چڱاين جو امر ڪندو هيو براين کان منع ڪندو هيو ۽ مون کي خبردار ڪندو هيو. هاڻي مان توسان ملڻ وارو آهيان. يا الله منهنجي پويان ان کي گمراهي کان بچائجانءِ اهو مونسان ائين ملائجانءِ جيئن جدا ٿيڻ مهل هيو. جيئن تون مون کان راضي ٿيو آهين تيئن ان کا بہ راضي ٿجانءِ. جيئن مون کي عزت بخشي اٿئي تيئن ان کي بہ عزت عطا ڪجانءِ پوءِ ان کي چيو ويندو تہ هل! (جنت ڏانهن) هائو جي تون ڄاڻين ها اُن لاءِ مون وٽ ڇا آهي تہ تون گهڻو کلين ها ٿورو روئين ها.

فرمايائون: پوءِ جڏهن ٻيو دوست مري ٿو تہ الله پاڪ انهن جي روحن کي پاڻ ۾ رَلائي ٿو پوءِ انهن ٻنهين کي چيو ويندو تہ توهان هڪ ٻئي جي واکاڻ ڪيو. اهي ٻئي هڪ ٻئي لاءِ چوندا تہ هي ڀلو ڀاءُ، ڀلو سنگتي ۽ ڀلو يار آهي ۽ جڏهن انهن ۾ ڪافر يارن مان هڪڙو مرندو تہ مرڻ مهل ان کي جهنم ۾ داخل ٿيڻ جي خبر ڏني ويندي. پوءِ چوندو تہ يا الله منهنجو فلاڻو يار هيو جيڪو مون کي الله ۽ انجي رسول ﷺ جي بي فرماني جو امر ڪندو هيو. مون کي برائي جو امر ڪندو هيو نيڪي کان منع ڪندو هيو. مون کي چوندو هيو تہ مان توسان ملڻ وارو ئي نہ آهيان. يا الله منهنجي مرڻ پويان ان کي هدايت نہ ڏجانءِ ان کي اهڙو عذاب ڏجانءِ جهڙو مون کي مليو رهيو آهي. اي الله جيئن تون مون تي ڏمريل آهين ائين ان مٿان ڏمر ڪجانءِ. پاڻ فرمايائون پوءِ جڏهن اهو ٻيو

يار مري ٿو تہ الله پاڪ ٻنهين جي روحن کي پاڻ ۾ ملائي فرمائي ٿو تہ هڪٻئي بابت ڇا ٿا چئو؟ پوءِ ٻئي هڪ ٻئي لاءِ چوندا تہ ٻرو ڀاءُ، ٻرو سنگتي ۽ ٻرود دوست آهي. هن حديث کي ابن ابي حاتم بہ بيان ڪيو آهي.

حضرت عبدالله بن عباس ۽ مجاهد ۽ قتاده بيان ڪيو تہ: الله وارن کان سواءِ ٻيو هر سنگتي قيامت واري ڏينهن دشمن ٿي ويندو. (انتهيٰ)

پيارا پائرو هاڻي ڪو ماڻهو اجا بہ الله وارن جي سنگت کي ڇڏي جاهلن بيدينن سان ياري رکي تہ اهو ڪڏهن بہ سياڻو نہ چئبو.

ڪَرَسِين ڪِلون ڪرين وَرَسين وجهين ڪاڻ،
پوري مُنڊ اجاڻ ڳرِ ڇڏيو ٿُهَ ميڙئين
ڪنهن چيو آهي تہ:
سنگت جا صالحن جي اڪثر اوجاري،
توڙي گذري ورهہ وچن تہ بہ ويهن نہ وساري،
پؤتني جي پناري جي ملائن محمد ڪريم سان،

صَلَّي اللهُ عَلَيَ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَعَلٰيٓ اٰلِهٖ وَصَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ
صَلٰوۃً وَّسَلَامًا عَلَيْڪَ يَآ سَيِّدِنَا يَا رَسُوْلَ اللهِ

چون ٿا تہ حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحمت الله عليہ هڪ ڀيري سلطان اولياءَ حضرت خواجہ محمد زمان لنواري واري سان ملڻ لاءِ آيا. جڏهن سندن درٻار ۾ پهتا. تہ خواجہ صاحب گردن جهڪايون مراقبي جي ڪيفيت ۾ ويٺا هئا. ڪين ڏسي حضرت شاهہ ڀٽائي چوڻ لڳو.

سامي سفر هليا، ڪوهه پروڙي پنڌ،
جن هيٺا هان ڪنڌ آءُ نہ جيندي ان ري.
خواجہ صاحب گردن مبارڪ مٿي ڪٽي چيو:
ڪين آهين ڪين ٿي وڃي ڪين ڪماءِ،
لاڳاپا لوڪ جا لا سين سڀ لهراءِ،
تهان پوءِ ٿينديا ڳجهہ پريان جي ڳالهڙي.
ان وقت يڪ ڏٺي بادشاهہ چيو تہ:
قلم وهي ويو ڪانهہ سر تيون ڪنهن سهاڳ لئہ،
انگ اتي ئي لکيو جت نہ پهچي ٻانهن،
ڪنهن کي ڏيان دانهن قضا قلم وهائيو.
ان جي جواب ۾ خواجہ صاحب فرمايو تہ:
ويهہ وڃي وٽ تن قلم جني جي هٿ ۾،
ميٽي انگ اڳيون واري پيو لکن،
پنو سو پاڙهن جنهن سان پسڻ ٿئي پرين جو.
پوءِ جڏهن شاهہ يٽائي واپس موٽي آيا تہ اڪثر چوندا هئا:
مون سي ڏٺا ماءُ جن ڏٺو پرينءَ کي،
تني سندي ڪا ڪري نہ سگهان ڳالهڙي.
بيشڪ الله وارا پنهنجي دعائن ۽ نگاهن سان تقديرون تبديل ڪن ٿا. انهن جي سنگت ۾ دنيا جا ڏک ميٽجن ٿا آخرت جون پريشانيون لهي وڃن ٿيون. پوءِ حقيقت ۾ دوستي رکڻ جا حقدار تہ اهي ئي آهن. اسان کي گهرجي تہ دوستي الله جي پيارن سان رکون. الله ڪريم شال اسان کي الله وارن جي سنگت ۽ دوستي نصيب فرمائي غافلن ۽ جاهلن جي سنگ ت کان بچائي.
آمين يا رب العالمين     وما علينا الا البلاغ المبين

حضرت پير دلبر سائين ڀاڱي ٻارن سنڌ واسين لاءِ سمجھ سوکڙي

# هدية الحرمين

حرمين شريفين جي 27 ڏينهن جي سفر ۾ لکيل ستاويهه ڪتاب

- ميلاد النبي ﷺ
- پيرانِ پير محبُوب سُبحاني رحمة الله عليه
- رڇي جي ريتا ٽيا
- مواعظِ حَسنه (جلد چوٿون)
- صحت هزار نعمت
- دعا جا در
- دل جي دنيا
- سون ورنيون سِٽون
- ذات نه پڇي ذات
- هي عرض اجايل اکڙين جا (شاعري)
- عورتن جا احڪام
- ٻيائين جا حقوق
- يتيمن جا حقوق
- نيپاج: فضائل ۽ مسائل
- روزگار جو مسئلو
- عداوتون ۽ عنايتون
- زبان جو ناجائز استعمال
- سفر جو ساٿي
- دليل الزائرين و زادالمسافرين
- مسائل القبور
- الاربعين في مناقب الصالحين (عربي)
- اولياءَ شناسي (فارسي)
- ابواب الخير (عربي)
- ايمان اور اس کے تقاضے (اردو)
- ديدار مدينے والے دا (سرائيکي)
- Way to Paradise (انگريزي)
- Way to Hell (انگريزي)

ناشر: جامعه مدينة العلم ڳڏاپ ڪراچي

## اهم اعلان

حضرت پير دلبر سائين جي جملي تصانيف، تقريرون اوهان انٽرنيٽ تي پڻ پڙهي سگهو ٿا، ٻڌي سگهو ٿا، ڏسي سگهو ٿا.

ويب سائيٽ هيءَ آهي www.peerdilbar.com

Designed by: Abid Ali Pathan

